The Largest Circulated Sindhi Monthly Magazine of Hyderabad







# ڪاري آمريتي دور جي پڄاڻي

چونڊيل جمهوري حڪومت تي راتاهو هڻي چونڊيل وزيراعظم کي گرفتار ڪيو ويو
ملڪ ۾ ايمرجنسي لاڳو ڪري انساني حقن جي لتاڙ ڪئي وئي
شهيد بينظيربڀٽو، نواب اڪبر بگٽي، مير بالاچ مري جا قتل سرفهرست رهيا
عوام ۾ انصاف متعلق ساک رکندڙ ججن کي گهر ويهاري انصاف ختم ڪيو ويو
آمريڪي ڊالرن عيوض ڪيترائي پاڪستاني شهري آمريڪا حوالي ڪيا ويا
مختلف آپگهاتي حملن ۾ 1303 معصوم شهرين کي موت جو کاڄ بڻايو ويو
لال مسجد واقعي ۾ ڪيترن ئي ڪتابين کي حياتيون وڃائڻ تي مجبور ڪيو ويو
ملڪ اندر ناظمن جو چار وڃائي رياست اندر رياستون جوڙي ڪرپشن جي انتها ڪئي وئي

The largest circulated Sindhi/Urdu Monthly Magazine of Hyderabad

Regd. No.2075

MONTHLY WEECHAAR HYDERABAD

ماهوار

# وِيچار

حيدرآباد

چيف ايگزيڪيوٽو طارق قريشي

0300-3794081

پبلشر: طارق قريشي
پرنٽرز: بتول پرنٽنگ پريس
ايڊيٽر: محمد بچل هنگورو
سب ايڊيٽر: رائو عمر دراز
معاونت: عبدالڪريم مري
فقير ياسر ڪمال ڏاهري

سال 04، شمارو نمبر 6: آگسٽ 2008ع

ملهه: 20 رپيا



## ڪاري آمريتي دور جي پڄاڻي

## انساني رت ۽ ماس تي پلجندڙ قبائلي نظام



ستارن جي دنيا، ادب، راندين جي دنيا، فلمي دنيا، عام معلومات ۽ دلچسپي جا پيا ٻه ڪافي سلسلا جيڪي اوهان پڙهڻ چاهيو ٿا.

## هڪڙو هو مشرف، هڪڙي هئي آمريت



## بلوچستان مايوسي جي ماحول جي جهيڻي اميد



## بدحالي جو طوفان ۽ ڪُٺل قومن جو ڪردار

## بوسنيا جو بگهڙ علت جي ڪٺهڙي ۾

## سستي جي تهمت جو شڪار سنڌي ماڻهو

## سنڌ ۾ اسان جا نمائندا

نوشهروفيروز: علي مردان هوٽ
جهڏو: شاهد مجيد قائمخاني
ڏگهڙي: فقير راڻو مل
مٺياري: امتياز حسين هاشماڻي
ٽنڊو ڪوٽ: غلام قادر درس
بدين: وفا اعجاز علي ميمڻ
نواب شاهه: ارشد علي اسدي
مٺي: محمد علي ميمڻ
حيدرآباد: عبدالستار برڙو
جيڪب آباد: طارق حسين ٿهيم
گولاڙچي: جان محمد نوتڪاڻي
قلهڏيون: نورالله شر
سانگهڙ: منور علي پنجارو
ڪوٽڙي: اير ايس پرگڙي

## نوان لکندڙ ڌيان ڏين

ويچار ميگزين حيدرآباد نون لکندڙ دوستن ۽ پڙهندڙن کي دعوت ٿو ڏئي ته اداري ويچار کي پنهنجون نڪور لکڻيون، ڪهاڻيون، مضمون، شاعري پني جي هڪ پاسي تي صاف اکرن ۾ لکي موڪلي ڏين ته ڪين مناسب موٽ ڏني ويندي.

(ايڊيٽر)

## اعلان

ويچار ميگزين حيدرآباد ۾ ڪجهه مضمون ۽ ڪجهه تصويرون افيئر ۽ عبرت پبليڪيشن جي ٿورن سان شايع ڪيون ويون آهن، جنهن لاءِ ادارو سڌن لاءِ ٿورائتو آهي. (ايڊيٽر)

ايڊيٽر ۽ پبلشر طارق عتيق الرحمان هي ميگزين بتول پريس ڪوڪر پاڙي حيدرآباد مان ڇپرائي ويچار آفيس لڳ عبرت بلڊنگ حيدرآباد مان پڌري ڪئي

لکپڙهه لاءِ ويچار ميگزين ايٽ آڪاش پريس لڳ عبرت بلڊنگ گاڏي کاتو حيدرآباد

| ڪمپيوٽر انچارج | شعبه ادب ۽ فن | شعبه خواتين | شعبه مارڪيٽنگ |
|---|---|---|---|
| حاڪر علي لغاري | علي اڪبر شائق | ڊاڪٽر سعيده شاهين | عبدالستار برڙو |
| غلام علي پٽي | عقيل قريشي | ناهيد شاهه | اير ايس پرگڙي |

# انساني رت ۽ ماس تي پلجندڙ قبائلي نظام

—— زاهده شيخ



بخشاپور ۾ ڪتي ۽ گڏهه تان شروع ٿيل جهيڙي ۾ ڪئين مرد انسانن جي زندگين کي موت جي انڌي کوهه ۾ وڃڻ کان روڪڻ لاءِ مستقبل جي 15 عورت انساني يعني معصوم ٻارڙين کي زندگيءَ جي ٿاندن سان ٻريل کوهه ۾ اڇلائڻ جو فيصلو ڪيو ويو آهي. عورت هجڻ باوجود منهنجي دل انهن معصوم ٻارڙين جي تباهي تي ته روئي ئي ٿي پر انهن مردن جي موت تي به روئي ٿي جيڪي انهيءَ ڪتي ۽ گڏهه تان شروع ٿيل جهيڙي جي ڪري سندن قبائلي سردارن جي تعمير شده زندگيءَ جي پرخار رستن تي ڏکي وقت تائين گهلجي نه سگهيا. ساڳئي وقت منهنجي دل ان امڪان تي ٻها ڳوڙها ٿي پريشان ٿي ٿئي ته جيڪڏهن ڪنهن نه ڪنهن نموني هن جهيڙي کي ختم نه ڪيو ويو ته پوءِ خبر ناهي اڃان به اڳتي ڪيترا وڏيڪ انسان ٻليدان چڙهندا.

چوندا آهن ته جهالت جي دور ۾ ڌيئرن کي ڄمندي دفنايو ويندو هو. ڌيئرن جي ڄمندي گهرن جون ڪنيون اوڏنيون ڪيون وينديون هيون غور ڪرڻ جهڙي ڳالهه اها آهي ته هيترين صدين کان پوءِ عام انسانن توڙي ڌيئرن ۽ سندن مائٽن جون قسمتون ڪيتريون بدليون آهن مثال طور ڏسڻ گهرجي ته اڄوڪي ٽيڪنالاجي واري دور ۾ ڌيئرن سان ۽ عام انسانن سان ڇا پيو ڪيو وڃي؟

اسان جي اکين اڳيان اڄ انهن کي چيو پيو وڃي ته: "وڏيڪ مردن کي مرڻ کان بچائڻ لاءِ ضروري آهي ته نياڻيون قربانيءَ جي اڏيءَ تي چاڙهيو. جي نياڻين يڪ قربان نٿا ڪري سگهو ته وڏيڪ مرد مارائڻ لاءِ تيار ٿيو.!" دراصل انسانن جيان جيئڻ جو بنيادي انساني حق ڪسيندڙ وحسي ۽ درنده صفت، تهذيب دشمن ۽ انسانيت دشمن قبائلي نظام جي پاڙ پٽڻ کان سواءِ پاڪستان جو سماجي ۽ سياسي نظام قيادت تائين بديءَ جي قوتن وٽ يرغمال رهجي ويندو.

سوال آهي ته قائداعظم محمد علي جناح جهڙي انسان دوست جمهوريت نواز ۽ قانون ۽ آئين جي عظمي علمبردار جي اڳواڻيءَ ۽ اسلام جي جي نالي ۾ بڻايل هن ملڪ ۾ ههڙو اسلام جي مجريل انساني حقن جو منڪر ۽ پاڪستاني آئين ۽ قانون جو کليو کلايو باغي نظام هيستائين ڇو هيڏي دٻدٻي ۽ جاهه وجلال سان قائم بلڪ دائم بڻيو وينو آهي. ان جو مکيه سبب اهو آهي جو مغربي سامراج 1947ع ۾ اسان کي جيڪا آزادي ڏني سا حقيقي ۽ سچي پچي نه پر نالي ماتر، نقلي ۽ جعلي هئي. ٽين دنيا جي ٻين اهڙن گهڻن ملڪن سان به ساڳئي ڪار ٿي. سامراجين انهن ملڪن جي جند اصل ڪان ڇڏي. رڳو پردي پويان لڪي اڄ تائين اسان جي دنيا مٿان پيا حڪم هلائين ۽ اسان کي وينا ڦرين، لٽين ۽ ڪائين. 60 سالن کان هن ملڪ جو نظام انهن ديسي ماڻهن جي هٿن ۾ آهي جيڪي عالمي سامراج جا پرت ڪيل ۽ هٿ ٺوڪيل ۽ ٻانهن ٻڌا ٻانها آهن. اهي ماڻهو ڪڏهن چوندن وسيلي ته وري ڪڏهن ڪنهن فوجي جنرل جي آشيرواد سان اقتدار جي مسندن تي براجمان ڪيا وڃن ٿا. اهي اسيمبلين يچ اجلاسن ۾ وسيهي قانون سازي واري ڪرتب بازي ڪن ٿا. ائڪٽن ۽ آرڊيننس جا انبار تيار ڪن ٿا. منجهانئن ڪي پنهنجي علميت جو رعب ويهارڻ لاءِ انگريزي به ڳالهائين ٿا. نيون نيون جديد ترين ماڊل جون گاڏيون خريد ڪن ٿا. دنيا سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي هلڻ لاءِ سوٽن بوٽن جو به خاص خيال رکن ٿا پيو ته ٺهيو پر ڪنهن وڏي عالمي شخصيت يا ڪنهن خاص آقا سان ملڻ وقت اهو به پورو پورو خيال رکن ٿا ته ان ملاقات ۾ سندن ڪنڌ ۾ ٻڌل ٽاءِ جو رنگ ان آقا جي ڪنڌ ۾ ٻڌل ٽاءِ جي رنگ جهڙو هجي. باقي هنن صاحبن کي ان بي ضرر قسم جي ڳالهه جي ذرڙي جيتري به خبر ناهي ته هو دنيا آڏو جن جا نمائندا سڏجن ٿا. انهن مان ڪنهن هڪڙي قبيلي جي ماڻهوءَ هٿان جيڪڏهن ڪنهن ٻئي قبيلي جي ماڻهن جي ملڪيت هيٺ آيل ڪو ڪتو مري پوي ته ان جو نتيجو ڇا نڪري سگهي ٿو؟ هي رڳو هڪڙو واقعو ڪونهي. اهڙا ڪئين اڻ ڳڻيا واقعا آهن جيڪي هن ملڪ جي ڇئني صوبن ۽ خاص ڪري سنڌ ۽ بلوچستان جي عوام جو رت سٽ چوسي چڪا آهن. ڇا 60 سالن کان هن ملڪ جي اقتداري ڪرسين تي ويٺل ماڻهن مان ڪو هڪڙو ماڻهو به اهڙو نڪتو آهي جنهن کي سماج جي ٽاچيءَ پيٽي ۾ پريل اهڙن زهريلن روين ۽ عملن جي روڪ لاءِ ڪي جوڳا بندوبست ڪرائڻ جو خيال آيو هجي ۽ جيڪي قوتون ائين ڪرڻ نٽيون ڏين تن سان مهاڏو اٽڪائڻ هن پنهنجو فرض سمجهيو هجي؟ ڀلا پيو سڀ ٺهيو ڇا ڪنهن به ٿاڻي جي حد اندر اهڙين خوني ڪاررواين کي روڪڻ لاءِ ان ٿاڻي کي ذميوار نٿو بڻائي سگهجي؟ پوليس جي ڪاررواين کان باخبر هوندي به. سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته پوليس اندر پيدا ٿيل غير انساني يا انسان دشمن روين لاءِ پوليس کان سواءِ خود اسان جي حڪمرانيءَ وارين ڪرسين تي ويٺل ماڻهو ذميوار ناهن ڇا؟ ڇا پوليس ٽريننگ دوران سکيا وٺندڙ پوليس عملدارن کي هن ملڪ جي انسان دشمن قبائلي جهيڙن کي روڪڻ لاءِ خاص ڪورس نٿا پڙهائي سگهجن؟ ٽيندڙ هي عمل ملڪيت، قانون ۽ آئين توڙي عالمي قانون، اسلام ۽ انسانيت جي خلاف ڏوهه آهن. تنهن ڪري سندن حلم ۾ جيڪڏهن ڪا به هاڃي ڪارروائي ٿيڻ جو امڪان هجي ته ان کي روڪڻ لاءِ ان حد جو پوليس عملدار ذميوار هوندو. پوليس جي مخبرن کان ان ڳالهه لاءِ به مخبري ڪرائي سگهجي ٿي ته جيڪڏهن ڪنهن

قبسلي جو ڪو ڪتو مري پيو هجي ته امڪاني طور ٽينڊڙ جهيڙي جو پوليس کي اطلاع ڪري ته جيئن جي پوليس چاهي ته اها اڳواٽ ئي جهيڙي کي روڪڻ لاءِ اپاءُ وٺي سگهي.

ڇا اسان کان ورتل ٽيڪسن جي پئسن مان ڪروڙين روپيه صدرن، وزيراعظمن، وزيرن ۽ مشيرين جي دورن ۽ حفاظت تي خرچ ڪري سگهندڙ سرڪار عوامي تحفظ وسيلي اهڙي مضبوط قسم جي انتظامي نظام تي خرچ نٿي ڪري سگهي جو حدن جا ٽائٽا ايترا ڪافي وسيلا رکندڙ هجن. وسيلي اهي اهڙن انسان دشمن ڏوهن کي روڪي سگهن. خود ٽائٽن تي مقرر اهلڪارن بچ اهڙي تربيت ۽ ايتري چوڪسي هجي جو اهي عوام جي وسيع مفاد خلاف ڪو



عمل ڪرڻ بابت سوچي به نه سگهن پر ڇا ڪجي اسان جا حڪمران پنهنجي ملڪي عوام جي مقابلي ۾ تمام گهٽو اڳتي وڌي ويا آهن ۽ ايترو اڳتي وڌي ويا آهن جو هو هاڻي مقامي ليول جا نه پر عالمي ليول جا بڻجي ويا آهن. تنهن ڪر پهنن کي خبر به رڳو عالمي سامراج جي ضرورتن ۽ گهرجن جي آهي ته لاچار به فقط انهن جو آهي. هنن جي ڊڪشنري ۾ ڏوهه فقط ان عمل جو نالو آهي جيڪو عمل آمريڪا بهادر ۽ عالمي سامراج کي ناپسند هجي يا انهن جي مفادن جي خلاف هجي باقي پاڪستان ۽ پاڪستاني عوام جي ضرورت ڇا آهي ۽ انهن جا مفاد ڪهڙا آهن. تنهن بابت سوچي يا ڪي قدم کڻي پاڪستان جو حڪمران طبقو پاڻ کي پوئتي پيل رکڻ نٿو چاهي تنهن ڪري انهن کي ڪي اهڙا قانون ۽ انتظامي بندوبست ڪري، غريب ۽ پيڙهيل عوام جي سماجي مرضن جو علاج ڪري ڪين صحتياب ڪرڻ ۾ ڪا به دلچسپي ڪانهي اسان وارا حڪمران ته سپريم ڪورٽ جي چيف جسٽس افتخار محمد چوڌري جي پاٿمرادو ايڪشن کڻڻ تي به پريشان آهن جا ڪاڻ جو هو اسٽيل مل جو وڪرو روڪي هزارين ماڻهن کي بيروزگار ٿيڻ کان بچائي ويو. منو پيل جو پرچهلو ٿيو. نل جي معصوم نياڻين جي واهر ڪيائين. ڪنهن جي گدامن تي ڇاپا هڻايائين.

رسول بخش بروهيءَ جي قتل جو ڊرامو ڏنائين. گر ٽيلن جي وارثي ڪيائين ۽ بيو به گهڻو ڪجهه ڪيائين. پاٿمرادو ايڪشن ڪرڻ جا اختيار استعمال ڪري جڏهن حڪمرانن جي مهربانيءَ سان چيف جسٽس کي ڪم ڪرڻ کان جبري طور روڪيو ويو آهي ته اڄ وري منو پيل جو دشمن وڏيرو ۽ رسول بخش بروهيءَ جو قاتل پوليس آفيسر آزاد ڪيا ويا آهن. خبر ناهي ته نل جي نياڻين جي قسمت جو فيصلو ڪندڙن به چيف جسٽس جو پُوءِ پڇڻ کان پوءِ انهن نياڻين جي لڪئي ۾ الاٽي ڇا لکي ورتو هوندو. عام ۽ بي پهچ ماڻهن کي انصاف ڏيارڻ واسطي چيف جسٽس چوڌري جي پاٿمرادو ايڪشن ڪرڻ وارن قدمن هن سماج جي ستايلن کي وڏو ڏڪ ۽

حوصلو ڏنو هول ڏسندي ئي ڏسندي اسان کي اخبارن ۾ اهڙيون خبرون به پڙهڻ لاءِ مليون ته غريب مائرون ۽ پيئر پريس اڳيان دانهيندا هئا ته قرض عيوض اسان کي پنهنجون معصوم نياڻيون ڏيڻ تي مجبور ڪيو پيو وڃي. چيف جسٽس جي ڪنيل قدمن جي خوف ڪري حد جي پوليس به آ نهن بيوس غريب ۽ قرض جي ماريل مائٽن جي وارثي ڪرڻ تي مجبور نظر اچڻ جي ڪوشش ڪندي هئي پر ڇا ڪجي! آمريڪا بهادر جهڙي ترقي يافته ملڪ ۽ عالمي سامراج جهڙي دولت ۽ هٿيارن سان مالا مال قوتن جي خوشنودي جي پوسل ۾ پليل اسان جي حڪمران طبقن کي نه عام ماڻهن جي روح روڪ ٽڙيندڙ مسئلن جي حل ۾ دلچسپي آهي ۽ نه ڪين اهڙا فرد پسند آهن جيڪي ان سلسلي ۾ ڪجهه ڪن اها آهي اسان جي سماج جي هڪڙي تصوير بئي طرف اسان جا ماڻهو ايترا بيوس ۽ بي اختيار بڻايا ويا آهن جو هو قبائليت ۽ ريتن، رسمن جي نالي ۾ پنهنجا ٻچا قربان ڪرڻ ي مجبور آهن. انهن کي فقط بن واٽن مان هڪ جي چونڊ ڪرڻي آهي. پنهنجن پٽن جو قتل ٿيڻ ڏين يا پٽن کي بچائي ڌيئڻ جو بليدان ڏين. اهي اقتدار جي هنڌن ٽائين پهچي سگهندڙن سردارن هٿان ۽ انهن دردارن کي هر روز تازي ۽ صحتمند خون جون بوتلون چاڙهيندڙ ملڪي ۽ عالمي نظام جي هٿان مجبور آهن ته

زندگيءَ جو هڪڙو حصو پٽن جي قتل تي ماتم ڪندي گذارين ۽ زندگيءَ جو ٻيو حصو ڌيئن جي ذلتن ڀري زندگيءَ تي رت جا ڏڪ ڀريندي گهارين جي سوچجي ته اهو به هڪڙو ڪنڌ جهڪائڻ جهڙو مقام آهي جو اسان جي وطن عزيز جنهن جي 60 سال زندگيءَ جو وڏو عصو ته آمريت ۾ ئي گذريو آهي پر هن ملڪ ۾ جيڪا چونڊيل عيوضين جي جمهوريت آهي ان ۾ به چونڊيلن کي چونڊيندڙن ۾ اڪثريت اهڙن ووٽرن جي آهي جن کي نه پنهنجي زندگي تي اختيار آهي نه پنهنجن اولادن جي زندگيءَ تي اختيار آهي نه پنهنجن اولادن جي زندگيءَ تي جن جا ٻچا گڏهن ۽ ڪتن جي جهيڙن جو ڪاج بڻجي وڃن ٿا جيڪي ايترا ته مجبور آهن جو دل کولي پنهنجي ڌيئن سان محبت به نٿا ڪري سگهن ۽ انهن جي تباهيءَ تي جهان اڳيان روئي به نٿا سگهن جن کي صفا بيحس بڻجي وڃڻ تي مجبور ڪيو ويو آهي آمر حڪمرانن تي ته ڪا معيار ئي ڪانهي پر انهن بي حس بيوس بي اختيار ۽ مجبور ووٽرن جي ووٽن سان چونڊيل نمائندن جي جمهوريت به عوام کي ڪجهه چوٽڪارو چو ڏئي؟

اهي ڳابن ڳگدامن جهڙا بي زبان ۽ بيوس ووٽر پنهنجي چونڊيل نمائندن کان ڪهڙو سوال جواب ڪري سگهندا؟ انهن لاءِ سندن ووٽ به جن ڪنهن جرڳي جو فيصلو ئي ته آهي جنهن اڳيان چپ چاپ ۾ ڪنڌ جهڪائڻ کان سواءِ بي ڪا واٽ ئي ڪانهي. شايد اسان جا چونڊيل نمائندا به اهوئي چاهين ٿا ته سندن ووٽر پنهنجي قبائلي ۽ سماجي مسئلن ۾ اهڙا ڦاٿل هجن جو ڪانئن سوال جواب ڪرڻ بابت سوچڻ جهڙا ئي نه بچن ۽ هو پاڻ بچن شال پنهنجو سجو وقت بي اونا ئي آمريڪي آقائن جي حڪمن جي تابعداري ۾ مصروف رهن پر اهڙين چاهتن باوجود هاڻي حڪمرانن کي اها ڳالهه ڀ ذهن نشين ڪرڻ گهرجي ته اڄوڪي ميڊيا جي ترقيءَ واري دور ۾ عوام جا ههڙا دردناڪ مسئلا جنهن ۾ بي سبب قتل ٿيل نوجوانن جا مٿل جسم دفنائبا هجن ۽ نياڻين جا جيئرا لاشا ڪجندا هجن سوچيندڙ ماڻهن جون حڪمرانن ۽ خاص ڪري چونڊيل حڪمرانن ڏانهن آڱريون کڻائيندا. انهن جي ٻُوبارين بابت سوال اٿاريندا. انهن جي روڪ لاءِ ڪيل بندوبستن بابت جواب گهرندا. نه رڳو ملڪ اندر پر بين الاقوامي طور تي گهٽ ۾ گهٽ انساني حقن لاءِ ڪم ڪندڙ تنظيمون ادارا ۽ فرد سندن احتساب ڪندا ۽ سندن اميج تي اثر انداز ٿيندا تنهن ڪري هاڻي ضروري آهي ته جيڪڏهن اهي عوام جا حقيقي نمائندا بڻجي پنهنجي ساک ناهڻ چاهين ٿا ته عوام جي مفادن ۽ تحفظ واريون پاليسيون ناهين ۽ انهن تي عمل کي يقيني بنائڻ لاءِ گهربل قدم کڻن. نه ته ڪڏهن نه ڪڏهن ٿورو سويل يا ٿورو دير سان پر ڪين عوام کي ضرور حساب ڪتاب ڏيڻو پوندو.

متو آهين مچ، ٿلها لو ٿونا هٿين.
تو جا پاڻيئي اچ، تنهن پاڻي پنا ڏينهڙا. (شاهه)